# سنڌي ٻولي سٿ، سنڌ

## جي

## جوڙجڪ




سنڌي ٻولي سٿ، سنڌ

# سنڌي ٻولي سٿ، سنڌ

## جي

## جوڙجڪ




سنڌي ٻولي سٿ، سنڌ

سنڌي ٻولي سنڌ، سنڌ
پوسٽ باڪس نمبر : 484
جنرل پوسٽ آفيس ، حيدرآباد ، سنڌ : 71000

پبلشر : حفيظ قريشي، ڪنوينر سنڌي ٻولي سنڌ، سنڌ
B-66، سنڌ يونيورسٽي ملازمن جي سهڪاري رهائشي سوسائٽي،
ڄامشورو. سنڌ : 76080

ڪمپوزرس : زبير عبدالله ٽيهو،
ايس. زيڊ. گرافڪس ليزر ڪمپوزنگ،
مريم منزل، هرمسجي گلي،
گاڏي کاتو، ڪراچي 744005
ڪمپوز ڪندڙ : نورمحمد سنڌي بلوچ
ٽائپ : بي سنڌ

پرنٽرس : غلام انور سهتو، پاپولر پرنٽرس،
عبرت بلڊنگ گاڏي کاتو، حيدرآباد ، سنڌ : 71000

ايڊيشن پهريون : آگسٽ 1990 ع

ڪاپيون : 2000

ملھ : -/25 رپيا /2 ڊالر /2 پونڊ

# وچور

ا ب ٻ ڀ ت ٿ ٽ ث پ

ج ڄ جھ ڃ چ ڇ ح خ

د ڌ ڏ ڊ ڍ ذ ر ڙ ز

س ش ص ض ط ظ ع غ

ف ڦ ق ڪ ک

گ ڳ گھ ڱ ل م

ن ڻ و ھ ء ي

# مهاڳ

قوم هڪ نامياتي يعني زنده ايڪو هوندي آهي. جنهن جو جياپو پنهنجي ڌرتي ۽ پنهنجي قومي ٻوليءَ کان سواءِ ممڪن ڪونهي. ان ئي ڪري ڪنهن قوم لاءِ اُن جي ڌرتي ۽ وطن کان پوءِ اُن جي ٻولي ئي سندس خاص ۽ اڪيلي قومي سڃاڻپ، قوم جو حقيقي روح ۽ گڏيل قومي سرچ هوندي آهي.

ٻولي ئي ڪنهن قوم منجهه ايڪو ۽ ٻڌي پيدا ڪرڻ وارو واحد، مستقل ثقافتي جُز ۽ عنصر، مک اوزار ۽ وسيلو هوندي آهي. جيڪا، قوم جي ننڍي توڙي وڏي مطلب ته سڀني جو پاڻ ۾ رابطي، ڳانڍاپي، گڏيل جياپي جو اڪيلو وسيلو ۽ هيڪلو هٿيار پڻ هوندي آهي.

هر قوم کي يڪ جان ۽ هڪ مٺ بڻائيندڙ ٻوليءَ واري انهيءَ هيڪلي هٿيار وسيلي نه رڳو قوم پنهنجي ثقافت جو ڀرپور اظهار ڪندي آهي پر ٻوليءَ ذريعي ئي ڪنهن قوم جي ثقافتي، اقتصادي ۽ سياسي تاريخ، سندس حب الوطني، سرويچي، سورهيائي ۽ اڏولپڻي وارا جنگي داستان، روايتون، ريتون رسمون، رواج، رهڻي ڪهڻي، هنر، سنگيت، ساهت، ڪلا ۽ جياپي جو ٻيو سمورو ثمر اڳتي گڏ ٿيندو آهي.

قومي جياپي جو اهوئي ثمر هوندو آهي جيڪو بدترين ڀانهپ جي ڪهگهه اونداهه رات ۾ سهائي ۽ سوجهرو پيدا ڪري پنهنجي جدا قومي وجود جي سڃاڻپ ۽ ساڃاهه ڏيندو آهي. پاڻ وسارڻ ۽ ٻي قوم يا قومن منجهه لساني ۽ ثقافتي طرح ضم ٿي گم ٿيڻ ۽ پاڻ وڃائڻ کان بچائيندو آهي.

ٻولي ۽ ثقافت واري انهيءَ گڏيل قومي ثمر ۽ اباڻي موڙيءَ کي قوم جي هر لائق پيڙهي وڃائڻ بدران سانڍيندي، سنڀاليندي ۽ ان جي چنڊڇاڻ ڪري ان کي وڌائيندي، ويجهائيندي ۽ پنهنجي ايندڙ پيڙهيءَ تائين سموري سونهن ۽ سوڀيا سان رسائيندي آهي. اها پيڙهي ساڳيءَ ريت، اُن کي وڌيڪ اُجاري ۽ سنواري ٻي ايندڙ پيڙهيءَ تائين پهچائيندي آهي. زنده سماج ۽ اُن منجهه وسندڙ قومون اِن ئي ريت جيئنديون ۽ پنهنجي قومي وجود کي امرتا ڏينديون آهن. انساني سماجن جي اوسر ۽ ترقيءَ جو اهو سلسلو تاريخ جي شعور واري اک پٽجڻ کان ٻـ اڳ جاري هو ۽ جاري آهي.

هر قوم لاءِ وطن، ٻولي، ثقافت، اقتصادي مفاد ۽ سياسي مفاد لازمي جز ۽ هڪٻئي جا مستقبل ۽ اٽٽ انگ هوندا آهن. انهن منجهان ٻوليءَ جي ترقي وطن، قوم، ثقافت، اقتصاديات ۽ سياست جي ترقي هوندي آهي. ٻوليءَ جي غلامي ڌرتي ۽ ڌرتي واسين جي غلامي هوندي آهي ۽ ٻوليءَ جو انت قوم جو موت ليکيو ويندو آهي.

هر قوم جو اباڻو وطن ان جي ٻولي ۽ ثقافت جو بہ اباڻو وطن هوندو آهي، جتي ان قوم جي ٻولي ۽ ثقافت جمندي، وڌندي ۽ وڌي ڦيندي آهي.

هر قوم پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت سان، پنهنجي مقدس قومي سرحدن اندر سونهندي ۽ مانواري سڏبي آهي. جڏهن ڪا قوم پنهنجي وطن مان نڪري ٻي آزاد قوم تي قبضي لاءِ حملا ڪري ٿي. تڏهن اها قوم سامراجي سڏبي آهي. اهڙيءَ ريت جڏهن ڪا ٻولي ۽ ثقافت ڪنهن قوم مٿان مڙهي ويندي آهي. تڏهن ان جو ڪردار سامراجي ٿي پوندو آهي.

آزاد قومن مٿان بالادستي حاصل ڪندڙ ۽ آزاد ملڪن مٿان حملا ڪندڙ ڦورو قومن وانگر ٻولين ۽ ثقافتون بہ هڪٻئي جا حق ڦريندين ۽ هڪٻئي جي وجود جون ويري هونديون آهن. انڪري زنده ۽ زندهہ رهڻ جي چاهہ رکندڙ قوم جي خاص سڃاڻپ اها آهي تہ هو پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت سان اڻ ميو عشق ڪندي آهي، ان جي بقا ۽ بحاليءَ لاءِ رت جو ريج ڏيڻ ۽ جيون جي پيٽا ڏيڻ کان بہ ڪين ڪيٻائيندي آهي. اُن جو ڌاري ٻوليءَ ۽ ثقافت کان بچاءُ پنهنجي مقدس قومي سرحدن وانگر ڪندي آهي. ٻانهپڻي خلاف وڙهندڙ سڄاڻ قوم وٽ پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت جي اهميت ۽ حيثيت ملڪ جو بچاءُ ڪندڙ سرحدي قلعن ۽ ملڪ کي آباد ڪندڙ درياهن کان بہ وڌيڪ هوندي آهي.

قومي حقن لاءِ جاکوڙ ڪندڙ هر سڄاڻ قوم کي لساني ۽ ثقافتي محاذ تي حاصل ٿيندڙ هر سوڀ کيس اقتصادي ۽ سياسي محاذ تي ڪاميابين مٿان ڪاميابيون عطا ڪندي ويندي آهي ۽ نيٺ هُن قوم کي ماڳ ۽ منزل تي وڃي رَسائيندي آهي.

اهڙي سڄاڳ ۽ سڄاڻ قوم تي پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت سان سچو سنهند ۽ نينهن رکڻ جي ڪري آزادي، تعمير، ترقي ۽ تخليق جي اسرارن جا دَرَ کلندا ويندا آهن. پوءِ اُن جي ٻولي ۽ ثقافت، ڏاهپ، سياڻپ، هنر ۽ علم جو اڻ کٽ ڀنڊار هئڻ جي ڪري، دنيا ۾ زنده ٻولي ۽ زنده ثقافت جي حيثيت ۾ ڄاتي ۽ سڃاتي ويندي آهي. جڳ جهان ان جي حيثيت مڃيندو آهي. اهڙي قوم عملي ۽ روحاني طرح زنده قوم سڏبي آهي.

ڪنهن آزاد ۽ غلام سماج جي ڀيٽرين پرک ان ڳالهہ منجهان ڪني ويندي آهي تہ ان سماج ۾ وسندڙ قوم کي پنهنجي سماج جي مختلف سطحن تي پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت کي ورتائڻ جو ڪيترو حق ۽ وجهہ حاصل آهي؟ جيڪڏهن ان قوم کي اهو حق ۽ وجهہ مڪمل طرح حاصل آهي تہ پوءِ اها قوم جيڪر سياسي ۽ اقتصادي طرح غلام بہ ڪٿي هجي تہ بہ ان جي اها غلامي گهڻو وقت جٽاءُ نہ ڪري سگهندي پر جيڪڏهن ڪنهن قوم کي پنهنجي سماج ۾ پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت کي ورتائڻ جو حق ماڳهين حاصل نہ آهي تہ پوءِ اها قوم گهٽ ۾ گهٽ لساني ۽ ثقافتي حقن کان محروم، غلام قوم ليکبي. اهڙي قوم کي ڪنهن ڌاري ٻولي ۽ ثقافت ڏانهن لاڙي ڪانئس پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت جي ورتائڻ جو حق کسي ڪين اقتصادي ۽ سياسي طرح هيٺو ۽ لاچار بڻائي ڌاري ٻولي ۽ ثقافت منجهہ ضم ڪري ختم ڪرڻ، سامراج لاءِ تمام سولو ڪم هوندو آهي.

اهو فطري اصول آهي تہ ڪنهن ڌرتيءَ تي ٻاهران ڪان لڏي آيل ڌاريا سدائين ڌرتيءَ جي اصلوڪن ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي اختيار ڪري، ڇنن ڇنجن پيڙهين کان پوءِ ڌرتيءَ سان ناتو قائم ڪري، اصل ڌرتي واسين جهڙا ٿي ويندا آهن. جيڪر ڪنهن ڌرتيءَ تي وسندڙ ڌارين جي ٿوراڻي، پنهنجي رهڻي ڪهڻي اصل ڌرتي واسين مٿان ڪنهن جڙتو نظريي جي آڌار تي مڙهڻ جي ڪوشش ڪري تہ پوءِ پڪ سان ان ٿوراڻيءَ جو لساني ۽ ثقافتي بالادستي وارو اهو جڙتو نظريو ۽ جاڪوڙ حقيقت ۾ اصلوڪن ڌرتي ڌڻين جي قومي وجود خلاف، ان جي اقتصاديات ۽ سياست تي قبضو ڪرڻ واري سامراجي سازش هوندي آهي. ڇو تہ هر سامراجي گروهہ يا قوم ڪنهن بہ ڌرتيءَ تي مڪمل اقتصادي قبضي ۽ غلبي کان اڳ غلام قوم مٿان پنهنجو لساني ۽ ثقافتي قبضو ۽ غلبو مڪمل ڪرڻ کي تمام بنيادي ۽ اهم ڪم ڄاڻي ڪندي آهي، ڇو تہ ان سامراجي عمل کان سواءِ ڪنهن قوم کي پوريءَ ريت غلام نہ ٿو بڻائي سگهجي.

لساني ۽ ثقافتي غلامي تي هڪ اهڙي شيءِ هوندي آهي، جيڪا محڪوم قوم کي حاڪم قوم جو ذهني ۽ روحاني غلام بڻائيندي آهي. اينئن نيٺ هڪ ڏينهن غلام قوم آقا قوم منجهہ پوريءَ ريت جذب ٿي ان جو هڪ حصو بڻجي ڌرتيءَ جي گولي تان فنا ٿي ويندي آهي.

جن قومن جي روحاني ۽ ذهني طرح غلام سروائن قومي بقاء جي ويڙهاند ۾ لساني ۽ ثقافتي محاذ يا تحريڪ جي اهميت کي چڱيءَ ريت نہ ڄاتو، تن قومن کي نتيجي طور ڌاري ٻولي ۽ ثقافت وڻ ويڙهيءَ جيان وڪوڙي ورتي ۽ سندن قومي جياپي جي نيسارن کي سڪائي ئوٽ ڪري، سندن زندهہ قومي وجود کي ختم ڪري ڇڏيو. اهي قومي سرواڻ قومي بقا جي جنگ جوڙڻ جو صحيح شعور ۽ طريقو نہ رکڻ جي ڪري يا مفاد پرست هئڻ جي ڪري لالچ، لوڀ ۽ ابن الوقتي جي ڪيچڪي واري ڏپاري ڏٻڻ ۾ پاڻ بہ دفن رهيا ۽ پنهنجي قوم کي بہ سان ڪٺي سدائين لاءِ دفن ۽ گم ڪري فنا ڪري ڇڏيائون.

جنهن غلام قوم جي سچان سروائن، ڌاري ٻولي ۽ ثقافت جي غلبي ۽ قبضي خلاف تُرت هوشمنديءَ سان پنهنجي لساني ۽ ثقافتي تحريڪ کي پنهنجي قومي سماج ۾ پکيڙيو ۽ ان کي تهائين پختو ڪيو، سي قومون رڳو پنهنجي پنهنجي لساني ۽ ثقافتي محاذ جي مضبوط ۽ سگهاري هئڻ جي ڪري قومي بقا جي جنگ ۾ سوڀاريون ٿيون ۽ هيڪر وري ڌرتيءَ جي گولي تي مان ۽ شان سان جيئڻ جو حق حاصل ڪري ويون.

قومي بقا جي ويڙهاند ۾، ٻولي ۽ ثقافت جي جياپي جو سوال قوم جي جيئڻ ۽ مرڻ جو بنيادي سوال هوندو آهي. تاريخ جو اهو مڃيل اصول آهي تہ جنهن قوم جي شهرن، بازارن، ابلاغ ۽ نشريات جي سرشتي تي جيڪا مڙهيل ٻولي هلندي هوندي تہ پوءِ ان قوم مٿان اُن ٻولي ڳالهائيندڙن جو قبضو هوندو جي نہ هوندو تہ نيٺ ٿي ويندو. اهڙيءَ ريت اُن سماج جي سياست ۾ جيڪا ٻولي چالو هوندي، ان ملڪ جي مڪمل سياست تي اُن ٻولي ڳالهائيندڙن جو نيٺ قبضو ٿي ويندو. ڀل ڪٿي اها ٻولي ڳالهائيندڙ ٿوراڻيءَ ۾ ڇو نہ هجن.

جيڪر ڪنهن قوم جا نہ رڳو عام ماڻهو پنهنجي ٻوليءَ ۽ ثقافت جو واهپو ڇڏيندا ويندا هجن، پر خاص ماڻهو جيڪو حقيقت ۾ پنهنجي قوم جا مک اڳواڻ هوندا آهن، جهڙوڪ ليکڪ، عالم دانشور ۽ سياستدان بہ مڙهيل ڌاري ٻوليءَ ۾ نشريات ۽ ابلاغ جي ذريعن تي، سياسي ۽ سماجي ايوانن ۾ ڳالهائيندا هجن، ڌاري مڙهيل ٻوليءَ ۾ لکڻ، پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ تي فخر محسوس ڪندا هجن، پنهنجي قومي سماج جي ڪنهن بہ سطح تي پنهنجي ٻوليءَ ۽ ثقافت جو واهپو گهٽ يا ماڳهين نہ ڪندا هجن تہ پوءِ اهو صاف سمجهڻ گهرجي تہ اهي خاص ماڻهو پنهنجي قومي وجود جي بقا واري سوال سان يا تہ سچا ناهن يا وري قومي بقا ماڻڻ جي صحيح سرت ۽ ساڃاهہ نٿا رکن.

قوم جي هر سڄاڻ فرد جو پنهنجي ڌرتيءَ ۽ پنهنجي قوم سان سچي هئڻ ۽ رهڻ جو پهريون ثبوت، پنهنجي قوم جي بنيادي انساني حقن مان هڪ بنيادي حق، پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت جي بقا ۽ بحاليءَ لاءِ آواز اٿارڻ ۽ جاکوڙ ڪرڻ هوندو آهي پوءِ ئي ڌرتيءَ جي مڪمل مالڪيءَ وارن حقن لاءِ هلايل سندن جدوجهد ڪامياب ٿيندي آهي، ڇو تہ قومي آجپي جي هر جاکوڙ ڏکهي، اينگهائيندڙ ۽ ڦيريدار هوندي آهي، ان ۾ ان ڳالهہ جو سؤ سيڪڙو امڪان هوندو ۽ رهندو آهي تہ انهي ڏکهي ويڙهاند ۾ ڌاري ڦورو ٽولي ڪٿي اصل قوم مٿان پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت مڙهڻ ۾ ڪامياب ٿي نہ وڃي ۽ اصل قوم جي قومي وجود کي بنياد کان ئي ختم ڪري ڇڏي.

ان حالت ۾ قوم جي ٻرک ڏاهن مٿان بنيادي قومي فرض ٿي پوندو آهي تہ هو قومي بقا جي ويڙهاند ۾ پنهنجي قومي ٻولي ۽ ثقافت واري اهم ترين محاذ کي بهترين رٿا بنديءَ سان سڄي قومي سماج ۾ پکيڙين، ان کي پنهنجي عوام ۾ ويتر پختو ڪن، ٻي صورت ۾ قوم جا اڳواڻ لساني ۽ ثقافتي محاذ کي نظر انداز ڪري، ڀلي ڪٿي قوم جي اقتصادي ۽ سياسي حقن لاءِ ڪيترو بہ آواز اٿارين ۽ ڪيتري بہ جان ولوڙين پر انهن جو اهو آواز ۽ اها ولوڙ، قوم جي ذهنن ۽ دلين تي ايترو اثر نہ ڪندي نہ ئي ايتري ڦلدائڪ ٿيندي جيتري ٿيڻ گهرجي. ڇو تہ پنهنجي قوم کي پنهنجي ڌرتيءَ تي مڪمل مالڪيءَ وارا حق حاصل ڪرائڻ لاءِ قوم جي اڳوائن مٿان پهريون ۽ بنيادي فرض اهو هوندو آهي تہ هو پنهنجي قوم کي اقتصادي ۽ سياسي حق حاصل ڪرڻ جي تعليم ڏيڻ کان روحاني طرح پڻ سجاڳ ڪن. اها روحاني سجاڳي پنهنجي ٻوليءَ ۽ ثقافت سان انت بحر کان بہ اونهي عشق ۽ محبت ڪرڻ جي تعليم ڏيڻ سان پيدا ٿيندي آهي ڇو تہ ٻولي ۽ ثقافت قوم جو روح هوندي آهي.

اهو بہ دنيا جو مڃيل اصول آهي تہ جيسين تائين ڪنهن ڌرتيءَ تي ان قوم جي ٻولي ۽ ثقافت زندهہ آهي، تيسين تائين هُن جي پنهنجي ڌرتيءَ تي مڪمل مالڪيءَ واري بنيادي حيثيت ۽ دعويٰ، قائم ۽ دائم رهندي، جيئن جيئن ان جي ڌرتيءَ تي ڌاري ٻولي ۽ ثقافت جي والار وڌندي ويندي، تيئن تيئن هن جي پنهنجي ڌرتيءَ تي مالڪيءَ واري دعويٰ ڪمزور ٿيندي ويندي ڇو تہ ڌاري ٻولي ۽ ثقافت جو قبضو رڳو لکڻ، پڙهڻ ۽ ڳالهائڻ جي حد تائين ناهي هوندو پر ملڪي پريس، نشريات ۽ ابلاغ معنيٰ تہ رياست جي مڪمل ذريعن تي هوندو آهي.

جنهن ڪارڻ اصل قوم جي حقي آواز کي ڌورو قوم هيٺو ۽ ڪمزور ڪندي ويندي آهي، نيٺ ڌورو قوم پنهنجو لساني ۽ ثقافتي قبضو ۽ غلبو اصل قوم تي مڪمل ڪري، هڪ ڏينهن ان هيٺي ۽ ڪمزور آواز کي بہ گهٽي، ماري ڇڏيندي آهي.

جن غلام سماجن جا سڄاڻ فرد پنهنجي لساني ۽ ثقافتي حقن واري تحريڪ کان ڪن لاڙ ڪن ٿا ۽ ان کي منظم ۽ متحرڪ نہ ٿا ڪن، ان غلام سماج ۾ وسندڙ ڌارين جي ڌاري ٻولي ۽ ثقافت جو غلبو ۽ قبضو جيئن جيئن مضبوط ۽ سگهارو ٿيندو ويندو آهي، تيئن تيئن اُتي ڌاريا اصل قوم جي اقتصاديات ۽ سياست تي بہ قبضو ڪندا ويندا آهن. جيئن تہ ان قوم جي سرواڻن جو پنهنجي ٻوليءَ ۽ ثقافت جي بقا ۽ بحاليءَ واري اهم ترين مسئلي تي ڪو بہ مضبوط نظريو ۽ پختو قدم نہ هوندو آهي، هو پنهنجي ئي وطن ۾ هر جڳهہ تي مڙهيل ڌاري ٻولي ۽ ثقافت جو بي حجاب ٿي واهپو ڪندا وتندا آهن. ان ڪري ان قوم جا عام ماڻهو روحاني طرح سڄاڳ نہ ٿي سگهندا آهن پوءِ سڄي قوم هوريان هوريان پهرين شهرن ۾، بازارن ۾، روڊن ۽ رستن تي پوءِ نيٺ گهرن ۾ بہ، نہ رڳو ڌارين سان پر پنهنجن سان بہ مڙهيل ڌاري ٻولي کي رابطي واري ٻوليءَ جي مک ۽ اهم ترين حيثيت ڏني ان ۾ ڳالهائڻ شروع ڪندي آهي ۽ آهستي آهستي پنهنجي قومي ٻوليءَ کي ترڪ ڪندي ويندي آهي. ان حالت ۾ ورتل ۽ گهيريل قوم منجهان، چنن پنجن پيڙهين کان پوءِ ڪڏهن ڪڏهن تہ هڪ پيڙهيءَ کان پوءِ ئي، هڪ اهڙو نسل جنم وٺندو آهي جنهن لاءِ پنهنجي ٻولي اوپري ۽ اوپري ٻولي پنهنجي هوندي آهي.

اهڙيءَ ريت ڌاري قوم، اصل قوم جو جسماني يا طبعي عام ڪوس ڪرڻ کان سواءِ ٿلهو لساني ۽ ثقافتي عام ڪوس ڪري اصل قوم جي ڌرتيءَ تي پنهنجو سامراجي قبضو مڪمل ڪري وٺندي آهي.

ان ڪري ڪنهن قوم جي تاريخي حقن جي بحاليءَ واري تحريڪ صحيح معنيٰ ۾ ان جي جدا لساني ۽ ثقافتي وجود جي بقا ۽ بحاليءَ ۽ پنهنجي ڌرتيءَ تي مڪمل مالڪيءَ جي حقن جي مڃتا واري تحريڪ هوندي آهي.

آزاديءَ جي وٽ کان وانجهيل هر هڪ قوم منڍ منڍ ۾ پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت واري ٿمر جي آڌار تي پنهنجا پير پنهنجي ڌرتيءَ تي اقتصادي ۽ سياسي طرح پختا ڪري، قومي آجپي جي تحريڪ کي زور وٺائيندي آهي. ان ڪري ئي غلام قوم جا سڄاڻ سرواڻ پنهنجي آدرش هر قسم جي ظلم کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت جي بقاء ۽ بحاليءَ واري محاذ کي مهڙ وارو قومي محاذ ڪري ڪوليندا آهن، ان ريت قومي آجپي جي جاڪوڙ ڪندڙ قوم ۾، سندن سماج جي مختلف سطحن تي لساني ۽ ثقافتي تحريڪ جي سگهاري ٿيڻ جي نتيجي ۾ سندن قومي تحريڪ بہ طاقتور ٿي ويندي آهي، اتي قومي جاڳرتا ۽ سڄاڳي ترت ۽ ڀرپور نموني اڀي ويندي آهي. جنهن ڪري قومي ٻڌي، سگهاري قومي ڪردار ۽ قومي روايت جي اڏولپڻي سان ڪَرَ کڻي اڀري ايندي آهي. جيڪا پوءِ قوم منجهہ پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ مالڪاڻي حق جي

احساس ۽ ذهنيت کي جنم ڏيندي آهي ۽ پوءِ قوم پرجهي چئي ڏيندي آهي تہ 'ڌرتي، ڌرتي وارن جي آهي'.

اهو سڀ ڪجهہ انهن سماجن ۾ ممڪن آهي جنهن جي برک ڏاهن کي سڀ کان پهرين پنهنجي لساني ۽ ثقافتي محاذ جوڙڻ جو احساس ٿيندو آهي پوءِ ئي سياسي ۽ اقتصادي محاذن تي ويڙهاند وڌندي ۽ تکي ٿيندي آهي. جڏهن لساني ۽ ثقافتي محاذ سجاڳي پيدا ڪري وٺندو آهي ،تڏهن ، ان منجهان اقتصادي ۽ سياسي سجاڳي جا ڪيترائي سج ايري ايندا آهن جيڪي پوءِ گڏجي قومي سجاڳيءَ جي منظم سگهہ بڻجي، قوم جي ڳچيءَ مان ڀانهپ جو ڳورو ڳٽ لاهي ڦٽو ڪندا آهن. ان ريت هن اهم محاذ تي حاصل ٿيندڙ ڪاميابيون اقتصادي توڙي سياسي محاذن جي سوبين لاءِ ضمانت بڻجي ويندڀون آهن.

اهڙي سڄاڻ سماج جي ليکڪن، عالمن، دانشورن، سياستدانن ۽ سروالن جو فڪر ڌرتيءَ منجهاران ريج حاصل ڪري اسرندو ۽ نسرندو آهي اتي جي سڄاڻ سروالن جو الٽ سنبند ۽ ناتو، ڌرتي واسين سان پڪو ۽ پختو هوندو آهي. هنن جو فڪر عوامي ۽ هنن جا نظريا آدي جڳادي سچ ۽ حق تي ٻڌل هڻڻ ڪري، هو گڏيل قومي مفادن کي انفرادي مفادن تي ۽ گڏيل ساڃاهہ کي فرد جي ساڃاهہ کان مٿڀرو سمجهندا آهن، هو سڄي قومي سماج جي ڪل پاساين ۾ تنقيد ۽ خود تنقيد، محاسبي ۽ پاڻ محاسبي وارن بين الاقوامي اصولن هٿاندر چنڊ ڇاڻ ڪري سجاڳي آڻيندا آهن، پنهنجي قوم کي سندن ويرين پاران ڪوليل مختلف محاذن جي، جوابي ۽ ضروري مک محاذن تي منظم ڪندا ويندا آهن، ان ريت قومي چوٽڪاري ۽ آجاڻپ جو دڳ ڏاهيندا ويندا آهن.

جڏهن قومي سرواڻ معنيٰ ليکڪ، عالم دانشور، سياستدان ۽ برک ڏاها گڏيل قومي مفادن، گڏيل ساڃاهہ ۽ گڏيل عمل جو قوم منجهہ جذبو ۽ ولولو پيدا ڪري، قومي آجپي جي منزل ڏانهن وِک وڌائيندا آهن، تڏهن هنن جي نظريي، ڪردار ۽ عمل ۾ هڪجهڙائپ اچي ويندي آهي، پوءِ قوم، هر ڏس کان، ٿيندڙ ڏمر، ڏاڍ ظلم ۽ ڦرلٽ خلاف عمل جي ميدان ۾ ڪاهي پوندي آهي ۽ هر قسم جي بي انصافين کي ختم ڪرڻ جي جاکوڙ شروع ڪري ڏيندي آهي اها جاکوڙ نتيجي ۾ اتي اهڙي ڪنهن تحريڪ کي جنم ڏيندي ۽ زور وٺائيندي آهي، جيڪا قوم کي هر قسم جي ظلم کان ڇوٽڪارو ڏياري، ماناتي ۽ شاناتي نموني جيئڻ جو دڳ ۽ ڍنگ ڏيکاريندي ۽ سيکاريندي آهي.

سنڌي ٻولي سٿ، بہ هڪ اهڙي ئي تنظيم آهي جنهن جو مک آدرش سڄي سنڌي سماج جي هر سطح تي، سنڌ ۽ سنڌيت جي بقا ۽ بحالي، واڌاري ۽ سڌاري لاءِ ڪل قومي پاسن ۾ سچي قومي سجاڳي پيدا ڪري هڪ سنڌ سڄاڻ تحريڪ جي پيغام کي پکيڙڻ آهي.

# سنڌي ٻولي سڀا، سنڌ

# جي

# جوڙجڪ

## تنظيم جو نالو

1. تنظيم جو نالو، "سنڌي ٻولي سڀا، سنڌ" هوندو، پر عام طرح سان، هن کي "سڀا" ڪوٺيو ويندو، جيڪا اختيارين ۽ ذميوارين جي آڌار تي مرڪزي ۽ مڪاني سڀا جي نالي ۾ ورهايل هوندي.

## سڀا جون عملي حدون

2. سڀا جي عمل جون حدون، سنڌ جي جاگرافيائي حدن ۽ جتي جتي به سنڌي رهن ٿا تائين هونديون پر سڀا جو مرڪز سنڌ ۾ رهندو.

## سڀا جو پتو

3. سڀا جي مرڪزي سيڪريٽريٽ ۽ مرڪزي ٽپال جو پتو هن ريت هوندو:

الف. مرڪزي سيڪريٽريٽ جو پتو:
سنڌي ٻولي سڀا، سنڌ
B-66، سنڌ يونيورسٽي ملازمن جي سهڪاري رهائشي سوسائٽي، ڄامشورو، سنڌ. 71080

ب . مرڪزي ٽپال جو پتو :
سنڌي ٻولي سڀا، سنڌ
پوسٽ باڪس نمبر، 484، جنرل پوسٽ آفيس ، حيدرآباد ، سنڌ. 71000

(اسم 3 جي فقرن الف ۽ ب مٽجڻ جي صورت ۾، جوڙجڪ جي ترميم نه ليکبي.)

# سٿ جا مول ۽ متا

4. سٿ جا مول ۽ متا هن ريت هوندا:

الف. سنڌي ٻوليءَ جي حقيقي، تاريخي، ثقافتي، علمي، ساهتي، تعليمي ۽ سماجي ڪارج واري ماڳ کي حاصل ڪرڻ، سنڌي ٻوليءَ جي، قومي ٻوليءَ واري حيثيت ۽ مرتبو ملڪي آئين ۾ مڃرائڻ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي صوبائي ٻوليءَ واري عملي سرڪاري حيثيت بحال ڪرائڻ.

ب سنڌ، سنڌي ٻولي، سنڌي ساهت، سنڌي ثقافت، سنڌي هنرن، سنڌي سنگيت ۽ سنڌي ڪلا جي بقا ۽ بحالي، واڌاري ۽ سڌاري لاءِ هر ممڪن قانوني ۽ جمهوري اپاءَ وٺڻ.

# سٿ جي آدرش حاصل ڪرڻ واري جاکوڙ جا طريقا

5. سٿ پنهنجي آدرش کي حاصل ڪرڻ لاءِ، هن ريت جاکوڙ ڪندي.

الف. جوڙجڪي ۽ قانوني.

ب. گڏيل ۽ انفرادي.

## الف. جوڙجڪي ۽ قانوني:

I. سٿ، جوڙجڪي ۽ قانوني طريقن وسيلي هيٺيان مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ جاکوڙ ڪندي:

II. سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻوليءَ جو درجو ڏيارڻ.

III. سنڌي ٻوليءَ جي سنڌ ۾ ملڪي جوڙجڪ پٽاندر عملي طرح واحد سرڪاري ٻوليءَ واري حيثيت بحال ڪرائڻ ۽ سنڌي ٻوليءَ جو سرڪاري توڙي غير سرڪاري سطح تي پوريءَ ريت استعمال ڪرائڻ.

IV. سنڌي ٻوليءَ ۾ سرڪاري ۽ نيم سرڪاري، خودمختيار ۽ نيم خودمختيار ادارن جي ڪارروائي ۽ لکپڙهه ڪرائڻ لاءِ اپاءَ وٺڻ، ان لاءِ سمورن سرڪاري آفيسن ۾ سنڌي ٽائپ رائٽر ۽ ڪمپيوٽر خريد ڪرڻ ۽ ڪتب آڻڻ کي لازمي قرار ڏيارڻ.

V. سنڌ جي تعليمي سرشتي ۾ سنڌي ميڊيم جي حيثيت پوريءَ ريت بحال ۽ مروج ڪرائڻ ۽ اڳ ۾ موجود سنڌي ميڊيم اسڪول ختم ڪرڻ جو سلسلو بند ڪرائڻ.

V I.سنڌ جي سيني ريڊيو ۽ ٽي وي اسٽيشنن تان سنڌي ٻوليءَ جي پروگرامن کي اڪثريتي وقت ڏيارڻ. انهن جي اناؤنسمينٽ ۽ سلائيڊون مڪمل طور سنڌيءَ ۾ ڪرائڻ.

V II. سنڌي ٻوليءَ کي ملڪ جي مرڪزي ٽي وي اسٽيشن ۽ ريڊيو اسٽيشن تان حق آهر حصو ڏيارڻ.

V III.سنڌي ٻوليءَ جي پروگرامن کي عالمي نشرياتي ادارن تان پيش ڪرائڻ لاءِ جاکوڙ ڪرڻ.

IX . سنڌ جي سرڪاري، نيم سرڪاري، خودمختيار ۽ نيم خودمختيار ادارن، جهڙوڪ: ميونسپالٽين، ٽائون ڪاميٽين، يونين ڪائونسلن ۽ جتي جتي به سنڌي، سرڪاري ٻولي ڪونهي، اتي سنڌي ٻوليءَ جي سرڪاري حيثيت کي بحال ڪرائڻ. اهڙن ادارن جي هيٺ هلندڙ تعليمي ادارن ۾ سنڌي ٻوليءَ کي تعليمي وسيلي طور بحال ڪرائڻ ۽ سنڌ ۾ قائم ٿيل مرڪزي ادارن ۾ سنڌي ٻوليءَ جو حق مڃرائڻ ۽ انهن ادارن جي هيٺ هلندڙ تعليمي ادارن ۾ سنڌي ٻوليءَ جي سيڪشنس کي لاڳو ڪرائڻ.

X . سنڌ ۾ قائم ٿيل ڪارخانن ۾ ۽ انهن جي هيٺ هلندڙ اسڪولن ۾ سنڌي ميڊيم مروج ڪرائڻ.

XI . سنڌ کان ٻاهر جتي جتي به سنڌي ماڻهو رهن ٿا، اُتي انهن جي ٻارن لاءِ سنڌي ميڊيم تعليمي ادارا کولرائڻ.

XII . سنڌيءَ سوڌو ٻين سمورين اصل ٻولين جي ساهتي ۽ صحافتي ڪيتر جي سرجڻهارن، ليکڪن، اڪابرن، دانشورن ۽ صحافين کي هر لحاظ سان ٻين پرڏيهي ٻولين جي ملڪي تخليق ڪارن جي ڀيٽ ۾ اوليت واري حقي حيثيت ۽ مقام ڏيارڻ، ڪين سندن تخليقي سگهه، پورهئي ۽ صلاحيت آهر مڃتا ڏيارڻ.

XIII . سيني ڏيهي ۽ پرڏيهي ثقافتي دورن ۾ پڻ مرڪزي حڪومت پاران ٿيندڙ ثقافتي پروگرامن ۾ سيني اصلوڪين ٻولين جي ڏات ڌڻين کي هڪ جيترو حق ڏيارڻ.

XIV . مرڪزي سرڪار جي اشتهارن جي رقم جي سيني ٻولين ۾ نڪرندڙ رسالن ۽ اخبارن ۾ برابر ۽ حقي ورهاست ڪرائڻ.

XV . سنڌي ٻوليءَ جو ملڪي ڪرنسيءَ تي استعمال ڪرائڻ.

XVI . سنڌ ۾ سرڪاري، نيم سرڪاري، خودمختيار ۽ نيم خودمختيار ادارن ۾ نوڪري ڪرڻ وارن تي سنڌي ٻوليءَ جو لازمي امتحان پاس ڪرڻ وارو قانون سنڌ سول سروس ريڪروٽمينٽ اينڊ ڪلاسيفيڪيشن رولس 1952 جي رول نمبر 11 جي هدايت تفصيل کي قانوني حيثيت ۾ بحال ڪرائڻ.

XVII . سنڌ جي عدالتن ۾ سنڌي ٻوليءَ کي عدالتي ٻولي جي حيثيت ڏيارڻ لاءِ اڳوڻي سنڌ سول ڪورٽس رولس 1954 جي رول نمبر 33 جي ياڪي نمبر 4 جي هدايت تفصيل کي قانوني حيثيت ۾ بحال ڪرائڻ.

XVIII . ٻين هر قسم جي سنڌ، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ثقافت کي آڏو آيل ۽ ايندڙ مڙني مسئلن کي منهن ڏيڻ ۽ ان لاءِ آواز اٿارڻ.

## گڏيل ۽ انفرادي جاکوڙ:

ب. سٿ، گڏيل ۽ انفرادي طريقن وسيلي پنهنجي آدرش حاصل ڪرڻ لاءِ هن ريت جاکوڙ ڪندي:

I . ڳوٺ ڳوٺ، واهڻ واهڻ، وستي وستي ۽ شهر شهر عوامي دورا ڪرڻ، ماڻهن سان لهه وچڙ ۾ اچي ڪين سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ثقافت جي قومي بقا ۽ جياپي لاءِ اهميت ۽ افاديت بابت مختلف وسيلن جهڙوڪ: ليڪچرن، تقريرن، ڳالهين، آڊيو ۽ ويڊيو ڪيسٽن، ڪتابڙن، بروشرن، ڪتابن، پوسٽرن ۽ پمفليٽن ذريعي ڄاڻ پهچائڻ.

II . سنڌ، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ثقافت جي حقن کي سمجهڻ لاءِ عام گڏجاڻيون

ڪوٺائڻ، ليڪچر ۽ ڪلاس منعقد ڪرائڻ.

III . سنڌي ٻولي سکڻ ۽ سيکارڻ جا ڪلاس شروع ڪرائڻ.

IV . پريس ڪانفرنسون ڪرائڻ، پريس بيان جاري ڪرڻ، مضمون، خط، ڪتابڙا ۽ ڪتاب لکڻ.

V . ساهتي، ثقافتي، سماجي، اقتصادي، تاريخي، وندر، هنر، ڪلا، ڪرت، فلمن، ريڊيو ۽ ٽيليويزن جي سرن تي سنڌي ۾ ڪتابڙا، ڪتاب، آڊيو ۽ ويڊيو ڪيسٽون وغيره جاري ڪرڻ.

VI . سنڌي ٻارن، شاگردن، عورتن، هنرمندن، پورهيتن ۽ ڪلاڪارن کي سڀ جي پليٽ فارم تي منظم ڪرڻ ۽ انهن جي مفادن کي مختلف وسيلن آهر هٿي ڏيڻ.

VII . سنڌي اخبارون ۽ رسالا جاري ڪرڻ.

VIII. بين الاقوامي ٻولين جهڙوڪ انگريزي وسيلي ۽ ٻئي هر نموني سان سنڌ، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ثقافت جو پرچار ڪرڻ.

IX . سنڌ، سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ثقافت جي جي مختلف سرن هيٺ لکيل اصلوڪن ڪتابن ۽ دنيا جي ٻين ٻولين جي ساهتي ڪيتر جي مشهور، ڪلاسيڪي ۽ جديد ڪتابن جا سنڌي ترجما ڇپائي پڌرا ڪرڻ، ان ڏس ۾ سائنسي، درسي ۽ ٽيڪنيڪي موضوعن تي وڌيڪ ڌيان ڏيڻ.

X .سنڌي ٻوليءَ ۾ سائنسي ۽ ٽيڪنيڪي لفظن ۽ اصطلاحن جي ڊڪشنري مرتب ڪرائڻ.

XI .سنڌ، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي سماج جي هر موضوع تي علائقائي، قومي ۽ بين الاقوامي ميڙ ڪوٺائڻ.

X II. پرائمري، سيڪينڊري، هائر سيڪينڊري ۽ يونيورسٽي سطح تي يا 'سڀ' جي مختلف تنظيمي سطحن تي سنڌي ٻولي، سنڌي ساهت ۽ سنڌي ثقافت جي مختلف سرن تي مقالن، مضمونن، سنگيت، تقريرن، ناٽڪن ۽ جاڻ جون چٽاڀيٽيون ڪرائڻ ۽ انعام ورهايا ڪرائڻ.

XIII .سنڌي سگهڙن ۽ ذات ڌلين جون ڪچهريون ۽ چٽاڀيٽيون ڪرائڻ، ان لاءِ انعام ورهايا ڪرائڻ.

XIV . سنڌي ناٽڪ اسٽيج ڪرائڻ، سنڌي راڳ جون محفلون ڪوٺائڻ انهن جون آڊيو ۽ ويڊيو ڪيسٽون، سلائيڊون ۽ فلمون وغيره ٺهرائڻ. ان لاءِ ٽيڪنيڪل ۽ آڊيٽوريم قائم ڪرائڻ.

XV . سنڌ جي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ لائبريريون کولرائڻ ۽ موجود لائبريرين ۾ سنڌي ڪتاب هڪيا ڪرائڻ.

XVI . سنڌ جي سورمن ۽ سنڌي ٻوليءَ جي ڏاهن، ليکڪن، عالمن، ڪلاڪارن، استادن ۽ سنڌي ٻوليءَ ۽ ثقافت جي ڌارين ڳهڳهرن جا ڏينهن ملهائڻ.

XVII. سنڌ جي قديم اهڃاڻن، تاريخي ماڳن ۽ مڪانن، سنڌ جي امر هستين جي آستانن ۽ درگاهن جا دورا ڪرڻ. انهن جي بچاءَ لاءِ آواز اٿارڻ ۽ عملي اپاءَ وٺڻ.

XVIII.سڀ جي انفرادي ضابطي تي پورو لهندڙ فردن سان ڏهاڙا ملهائڻ، انهن جي پرگهور لهڻ ۽ انهيءَ پرک تي پورو لهندڙ ادارن کي مڃتا ڏيارڻ.

XIX. سنڌ کان ٻاهر هم خيال ۽ هم نظريي وارن، گڏيل ۽ انفرادي عملي ضابطي تي پورو لهندڙ فردن، ادارن ۽ ڌرين سان سهڪار ڪرڻ.

XX. مرڪزي ڪاروباري ڪميٽيءَ پاران ڏنل پاليسين تي عمل ڪرڻ ۽ جوڙيل ڪميٽي سان سهڪار ڪرڻ.

## مرڪزي تنظيمي جوڙجڪ

6. سٿ جي مرڪزي تنظيمي جوڙجڪ هن ريت هوندي:

### مرڪزي ڪائونسل

الف. مرڪزي ڪائونسل، مڪاني سٿ جي عيوضين واري ميڙ کي ڪوٺيو ويندو، اهي عيوضي مرڪزي ڪائونسل جا ميمبر سڏبا. مرڪزي ڪائونسل سٿ جو اهم ترين ۽ مک ادارو هوندو.

ب. مرڪزي ڪائونسل جا ميمبر، هر مڪاني سٿ جا ٻہ عهديدار صدر ۽ سيڪريٽري هوند ، انهن جي غير حاضريءَ ۾ نائب صدر ۽ جوائنٽ سيڪريٽري ترتيبوار مرڪزي ڪائونسل جا ميمبر هوندا.

### مرڪزي ڪنوينشن

پ. مرڪزي ڪائونسل جي ساليانی عام گڏجاڻيءَ کي سٿ جو "مرڪزي ڪنوينشن" چيو ويندو، جنهن ۾ هيٺيان اسم طئہ ڪيا ويندا:

I. مرڪزي ڪائونسل جا گذريل سال وارا منٽس منظور ڪرڻ.
II. مرڪزي ڪائونسل جي گذريل سال جي رپورٽ تي ويچار ڪرڻ.
III. مرڪزي ڪائونسل ۾ مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي پاران پيش ڪيل ساليانی رپورٽ جو عام جائزو وٺڻ.
IV. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي جي گذريل سال جي ڪارڪردگي تي ويچار ڪرڻ.
V. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي پاران ڪرايل هر مڪاني سٿ جي ساليانی آڊٽ رپورٽ تي ويچار ڪرڻ.
VI. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي چونڊڻ.
VII. ايندڙ سال جو سٿاءُ رٿي ان تي ويچار ڪرڻ.
VIII. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي پاران پيش ڪيل ڪنهن بہ مڪاني سٿ ۽ ان جي عام ميمبرن جي، ڪنهن بہ قسم جي اعتراض وارين درخواستن تي ويچار ڪرڻ.
IX. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي پاران عارضي منظور ڪيل سال جي نئين ميمبرن جي ميمبري فارمن کي ايوان ۾ عام منظوريءَ لاءِ پيش ڪرڻ.
X. ڪنهن بہ سسپينڊ ٿيل ميمبر جي ڪيس تي ويچار ڪرڻ.
XI. ٻيو ڪو بہ اسم جيڪو ايجنڊا ۾ شامل نہ هجي، صدر جي موڪل سان پيش ڪرڻ.

# مرڪزي ڪائونسل جي گڏجاڻين جا قسم

ب . مرڪزي ڪائونسل جون گڏجاڻيون ٽن قسمن جون هونديون:
I. عام گڏجاڻي.
II. خاص گڏجاڻي.
III. هنگامي گڏجاڻي.

I. **عام گڏجاڻي:** مرڪزي ڪائونسل جي خاص ۽ هنگامي گڏجاڻيءَ کان سواءِ هر گڏجاڻيءَ کي عام گڏجاڻي ڪوٺيو ويندو.

II. **خاص گڏجاڻي:** مرڪزي ڪائونسل جي اها گڏجاڻي جيڪا سنڌ جي جوڙجڪ ۾ ترميم ۽ بي ويساهي جي رٿ پيش ڪرڻ لاءِ ڪوٺائي وئي هجي، ان کي خاص گڏجاڻي چيو ويندو.

III. **هنگامي گڏجاڻي:** مرڪزي ڪائونسل جي ڪارروباري ڪاميٽيءَ پاران ڪنهن به اهم مسئلي تي ويچار ڪرڻ لاءِ اوچتي سڏايل گڏجاڻيءَ کي هنگامي گڏجاڻي چيو ويندو.

# مرڪزي ڪائونسل جي گڏجاڻين ۽ فيصلن جو طريقو

ت. مرڪزي ڪائونسل جي گڏجاڻين ۽ فيصلن ڪرڻ جو طريقي ڪار هن ريت هوندو:

I . مرڪزي ڪائونسل جي هر عام ۽ خاص گڏجاڻي، سواءِ هنگامي گڏجاڻيءَ جي. سڏائڻ جي جاءِ هر مڪاني سنڌ کي ايجنڊا سان گهٽ ۾ گهٽ پندرنهن (15) ڏينهن اڳ ڏني ويندي.
II .مرڪزي ڪائونسل جي عام گڏجاڻي لاءِ ڪل ميمبرن جو پنجاهه سيڪڙو (50%) کان مٿي هجڻ ضروري آهي. ڏهانيءَ کي هڪ برابر ڳڻيو ويندو.
III . مرڪزي ڪائونسل جا عام فيصلا سادي گهڻائيءَ سان منظور ڪيا ويندا.
IV . مرڪزي ڪائونسل جي عام گڏجاڻيءَ جو گهربل ڪورم پورو نه هئڻ جي صورت ۾ سيڪريٽري جنرل، گڏجاڻي اڌ ڪلاڪ مهل ڪري ساڳئي هنڌ تي ٻيهر ڪرائي سگهي ٿو. جنهن لاءِ ڪورم جي گهرج نه رهندي.
V . مرڪزي ڪائونسل جي خاص گڏجاڻيءَ لاءِ گهربل ڪورم نه هئڻ جي صورت ۾ سيڪريٽري جنرل يا جوائنٽ سيڪريٽري گڏجاڻي اڌ ڪلاڪ مهل ڪري ساڳئي هنڌ تي ٻيهر گڏجاڻي ڪرائي سگهي ٿو. جنهن لاءِ ڪورم جي گهرج نه رهندي، پر اهڙي گڏجاڻيءَ ۾ ايجنڊا کانسواءِ ٻيو ڪو اسم پيش نه ڪري سگهبو.
VI . مرڪزي ڪائونسل جي خاص گڏجاڻيءَ ۾ جوڙجڪ ۾ ترميم، حاضر ميمبرن جي ٻه ڀاڱي ٽي (2/3) گهڻائيءَ سان ڪئي ويندي ۽ بي ويساهي جي رٿ منظور ڪرڻ لاءِ

سادي گهڻائيءَ جو هئڻ ڪافي آهي، هن گڏجاڻيءَ ۾ ڏهانيءَ کي هڪ برابر سمجهيو ويندو.

VII. مرڪزي ڪائونسل جي خاص گڏجاڻي سڏائڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ٽياگي ٽي (1/3) مرڪزي ڪائونسل جا ميمبر لکت ۾ ايجنڊا سان سيڪريٽري جنرل کي درخواست ڪري سگهن ٿا.

VIII. مرڪزي ڪائونسل جي خاص گڏجاڻي جي درخواست ڏيڻ جي پندرنهن (15) ڏينهن جي اندر سيڪريٽري جنرل گڏجاڻي گهرائڻ لاءِ پٽل رهندو، ٻيءَ صورت ۾ جوائنٽ سيڪريٽري گڏجاڻي ڪوٺائڻ جو پابند آهي، جيڪڏهن جوائنٽ سيڪريٽري به اينئن نه ٿو ڪري ته پوءِ درخواست ڏيندڙ مرڪزي ڪائونسل جا ميمبر پاڻ مان هڪ کي مرڪزي ڪنوينر مقرر ڪري گڏجاڻي گهرائي سيڪريٽري جنرل ۽ جوائنٽ سيڪريٽري خلاف بي ويساهي جي رٿ پيش ڪري سگهن ٿا.

IX. مرڪزي ڪائونسل جي هنگامي گڏجاڻي. ڪنهن به گنڀير قومي مسئلي تي سڏائڻ لاءِ مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي ايجنڊا سان هر مڪاني سٿ کي گهٽ ۾ گهٽ چوويهه (24) ڪلاڪ اڳ ڄاڻ ڪندي.

X. مرڪزي ڪائونسل جي هنگامي گڏجاڻيءَ ۾ ڪورم جي پابندي نه هوندي.

XI. مرڪزي ڪائونسل جي هنگامي گڏجاڻيءَ ۾ فيصلا حاضر ميمبرن جي سادي گهڻائيءَ سان ڪيا ويندا.

XII. مرڪزي ڪائونسل جي هنگامي گڏجاڻيءَ ۾ جوڙجڪ ۾ ترميم ۽ بي ويساهي جي رٿ پيش نه ٿي سگهندي.

XIII. مرڪزي ڪائونسل جي هنگامي گڏجاڻيءَ ۾ ڏنل ايجنڊا کانسواءِ ڪو به نئون اسم نه کنيو ويندو.

## مرڪزي انتظامي جوڙجڪ

7. سٿ جي مرڪزي انتظامي جوڙجڪ هن ريت هوندي:

## مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي

الف مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي مرڪزي سٿ جو هڪ مکيه ۽ انتظامي اختيارن وارو ادارو هوندو. هيءَ ادارو سٿ جي مول متن کي حاصل ڪرڻ لاءِ هر قسم جو انتظامي ۽ عملي ڪم ڪندو.

ب. مرڪزي ڪائونسل کي مليل اختيارن کان سواءِ باقي سمورا اختيار مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ کي مليل هوندا.

## مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جا ميمبر

ب • مرڪزي ڪاميٽي نون (9) ميمبرن تي ٻڌل هوندي جيڪي هن ريت هوندا۔

I. صدر•

II. نائب صدر•

III. سيڪريٽري جنرل•

IV. جوائنٽ سيڪريٽري•

V. مالي سيڪريٽري•

VI. سُڌ سماءَ سيڪريٽري•

VII. ميمبر (مرڪزي ڪائونسل مان چونڊيل)

VIII. ميمبر (مرڪزي ڪائونسل مان چونڊيل)

IX. ميمبر (مرڪزي ڪائونسل مان چونڊيل)

## پ. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻيءَ جو طريقو:

I. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي جي گڏجاڻي مهيني ۾ هڪ ڀيرو ضرور ٿيندي•
II. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻيءَ لاءِ ڪورم گهٽ ۾ گهٽ ايڪونجاهه سيڪڙو (51%) هوندو•
III. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ ۾ فيصلا سادي گهڻائيءَ سان ڪيا ويندا۔
IV. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻين ۾ ووٽ برابر ٿيڻ جي صورت ۾ نبيرو ڪندڙ ووٽ صدر جو هوندو•

## ت. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جا ڪم ۽ اختيار:

I. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جو مدو هڪ سال هوندو•
II. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي، مڪاني سٿ جي ميمرن جي ميمبريءَ جي فارمن کي عارضي طرح منظور يا نامنظور ڪندي•
III. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي، هر مڪاني سٿ جي نون (9) ميمبرن جي مرڪزي

ڪائونسل ۾ عام ميمبريءَ جي منظوريءَ کان پوءِ ان جي الحاق جي درخواست کي منظور ڪندي.

IV. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي، سٿ جي سٿائن کي رٿي مرڪزي ڪائونسل کان منظور ڪرائيندي.

V. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي، مرڪزي ڪائونسل کان منظور ڪرايل يا هنگامي طور تي رٿيل سٿاءَ تي عمل ڪندي.

VI. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي سٿ جي ڪارڪردگي کي بهتر بنائڻ ۽ اُن جي مول متن کي حاصل ڪرڻ لاءِ انتظامي، مالي ۽ ٻيا گهربل عملي قدم کڻندي.

VII. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي، هر مڪاني سٿ جي آڊٽ ڪرائڻ لاءِ آڊيٽر مقرر ڪندي.

VIII. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي گهرج ۽ وسيلن پٽاندر تنظيمي عهديدارن جو پگهار مقرر ڪندي، هيئين پگهاردار عملو مقرر ڪندي ۽ ان جي نوڪريءَ جا شرط طئہ ڪندي.

IX. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي، سٿ جي ڪم ۽ ڪارڪردگي کي بهتر بنائڻ لاءِ پاليسيون، ڪاميٽيون ۽ سب ڪاميٽيون جوڙيندي.

X. مرڪزي ڪاورباري ڪاميٽي مختلف سٿائن ۽ رٿائن وسيلي مالي اپت جا وسيلا ڳوليندي.

XI. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي مرڪزي سٿ جي اپت توڙي خرچ جو اڪائونٽ ۽ ساليانو رپورٽ ٺاهيندي، نوان سٿاءَ رٿيندي، سيڪريٽري جنرل ۽ صدر پاران ڪيل خرچ ۽ ٻني ڪنهن بہ ڪيل خرچ تي ويچار ڪندي.

XII. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جون نيون چونڊون ڪرائڻ لاءِ چونڊ ڪمشنر مقرر ڪندي، جنهن جو سٿ جو ميمبر هئڻ لازمي آهي.

XIII. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي، مرڪزي سٿ جي خالي جڳهين پرڻ لاءِ چونڊ ڪمشنر مقرر ڪري، چونڊون ڪرائيندي.

## مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جي عهديدارن جا اختيار

ٿ. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جي عهديدارن جا اختيار هن ريت هوندا:

### صدر جا اختيار:

I. صدر ڪاروباري ڪاميٽيءَ جو اڳواڻ هوندو.

II. صدر هر مرڪزي ڪائونسل جي هر گڏجاڻيءَ جي صدارت ڪندو.

III. صدر، سٿ جي جوڙجڪ ۽ قانونن پٽاندر باقي عهديدارن سان گڏجي سٿ جي مول متن ۽ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ جاکوڙ ڪندو.

IV. صدر مرڪزي سٿ جي هر مالي ڪم جي آفيس نوٽ تي سيڪريٽري جنرل ۽ مالي سيڪريٽري سان گڏ صحيح ڪندو.
V. صدر هر مالي چيڪ تي سيڪريٽري جنرل ۽ مالي سيڪريٽري سان گڏ صحيح ڪندو.
VI. صدر کي مرڪزي سٿ جو ڪم ڪار هلائڻ لاءِ هڪ ني وقت هزار روپين (-/1000) تائين جي منظوري ڏيڻ ۽ خرچ جو اختيار هوندو.
VII. صدر ان خرچ جي حساب ڪتاب ڏيڻ لاءِ مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي آڏو جوابدار رهندو.

## نائب صدر جا اختيار:

I. نائب صدر، صدر جي غير حاضري ۾ اُهي سمورا اختيار ڪتب آڻيندو، جيڪي سٿ جي جوڙجڪ پٽاندر صدر کي حاصل آهن.
II. نائب صدر، وقت بوقت سٿ جي عملي ڪمن ۾ صدر سان سهڪار ڪندو ۽ پنهنجون خدمتون آڇيندو رهندو.

## سيڪريٽري جنرل جا اختيار:

I. سيڪريٽري جنرل مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جو سمورو ڪم ڪار ۽ ڪاروبار هلائڻ سڀ کان وڏيڪ ذميدار هوندو.
II. سيڪريٽري جنرل سٿ جي مرڪزي سيڪريٽريٽ جو انچارج هوندو.
III. سيڪريٽري جنرل مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جي ميمبرن جي صلاح يا هدايت تي مختلف قسم جون گڏجاڻيون ڪوٺائيندو ۽ انهن جون ڪارروايون هلائيندو.
IV. سيڪريٽري جنرل، مرڪزي سٿ جي مالي ڪمن جي آفيس نوٽ تي صدر ۽ مالي سيڪريٽري سان گڏ صحيح ڪندو.
V. سيڪريٽري جنرل کي روز جو ڪم ڪار هلائڻ لاءِ پاڻ وٽ هڪ ني وقت پنج سو (-/500) رپيا رکڻ، خرچ ڪرڻ ۽ منظور ڪرڻ جو اختيار هوندو، پر ان خرچ لاءِ هو مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي آڏو جوابدار رهندو.
VI. سيڪريٽري جنرل هر ڪنهن ڪاميٽي يا سب ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻي سڏائڻ جو انتظام ڪندو.
VII. سيڪريٽري جنرل، مرڪزي سٿ جي سموري ڪارڪردگيءَ جي ماهاني رپورٽ ناهي مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي جي هر گڏجاڻيءَ ۾ پيش ڪندو.

## جوائنٽ سيڪريٽري جا اختيار:

I. جوائنٽ سيڪريٽري، سيڪريٽري جنرل جي غير حاضري ۾ أهي سمورا فرض پورا ڪندو، جيڪي سٽ جي جوڙجڪ پٽاندر سيڪريٽري جنرل کي پورا ڪرڻا پوندا آهن.
II. جوائنٽ سيڪريٽري، سيڪريٽري جنرل سان وقت بوقت مختلف ڪمن ۾ ساٿ ڏيندو. سهڪار ڪندو ۽ پنهنجون خدمتون آڇيندو رهندو.

## مالي سيڪريٽري جا اختيار:

I. مالي سيڪريٽري، مرڪزي سٽ جي أپت ۽ خرچ جو حساب ڪتاب رکندو.
II. مالي سيڪريٽري، مرڪزي سٽ جي مختلف فنڊن جو حساب ڪتاب رکندو.
III. مالي سيڪريٽري، مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي پاران جوڙيل مالي پاليسين جي نيتي مطابق ڪم ڪار هلائيندو.
IV. مالي سيڪريٽري، مرڪزي سٽ جي مالي ڪمن جي آفيس نوٽ تي صدر ۽ سيڪريٽري جنرل سان گڏ صحيح ڪندو.
V. مالي سيڪريٽري هر مالي چيڪ تي پهرين پاڻ صحيح ڪري پوءِ صدر کان صحيح ڪرائيندو.
VI. مالي سيڪريٽري، مرڪزي سٽ کي پيش ايندڙ ڪنهن به قسم جي مالي مسئلي کي نبيرڻ لاءِ اپاءَ وٺندو.

## سڌ سماءَ سيڪريٽري جا اختيار:

I. سُڌ سماءَ سيڪريٽري مرڪزي سٽ جي مک ترجمان جي حيثيت ۾ خدمتون سر انجام ڏيندو.
II. سُڌ سماءَ سيڪريٽري، سٽ جي مول متن ۽ مقصد جي پکيڙ ۽ هاڪار لاءِ ڪم ڪندو.
III. سُڌ سماءَ سيڪريٽري ڪنهن به اهم مسئلي يا معاملي تي صدر، سيڪريٽري جنرل ۽ ڪاروباري ڪاميٽيءَ جي ڪنهن بہ ميمبر جي صلاح سان، سٽ جي جوڙجڪ ۽ مرڪزي پاليسي پٽاندر پريس پڌرايون ڪڍندو ۽ پريس ڪانفرنسون ڪندو.

# مڪاني تنظيمي جوڙجڪ

8. سٽ جي مڪاني تنظيمي جوڙجڪ هن ريت هوندي:

## مڪاني ڪائونسل

الف. مڪاني ڪائونسل، مڪاني سٽ جي سمورن عام ميمبرن جي ٻڌل هوندي:
ب. مڪاني ڪائونسل سٽ جو اهم ترين ۾ مک ادارو هوندو.

## مڪاني ڪنوينشن

ب. مڪاني ڪائونسل جي ساليانې ميڙ کي "مڪاني ڪنوينشن" چيو ويندو. جنهن ۾ هيٺيان اسم طئہ ڪيا ويندا:

I. مڪاني ڪائونسل جا گذريل سال وارا منٽس منظور ڪرڻ.
II. مڪاني ڪائونسل جي گذريل سال جي رپورٽ تي عام ويچار ڪرڻ.
III. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي پاران پيش ڪيل ساليانې رپورٽ جو جائزو وٺڻ.
IV. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي جي گذريل سال جي ڪارڪردگي تي عام ويچار ڪرڻ.
V. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي پاران ڪرايل مڪاني سٽ جي ساليانې آڊٽ رپورٽ تي ويچار ڪرڻ.
VI. نئين مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي چونڊڻ.
VII. مڪاني سٽ لاءِ ايندڙ سال جو سٽاءُ رٿي ان تي ويچار ڪرڻ.
VIII. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ پاران پيش ڪيل عام ميمبرن جي اعتراض وارين درخواستن کي ويچار لاءِ پيش ڪرڻ.
IX. مڪاني ڪائونسل ۾ مڪاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ پاران وقتي منظور ڪيل سال جي نئين ميمبرن جي فارمن کي منظوري لاءِ پيش ڪرڻ.
X. ڪنهن بہ سسپينڊ ميمبر جي ڪيس تي ويچار ڪرڻ.
XI. ٻيو ڪوبہ اسم جيڪو ايجنڊا ۾ شامل نہ هجي، صدر جي موڪل سان پيش ڪرڻ.

## مڪاني ڪائونسل جي گڏجاڻين جا قسم

پ. مڪاني ڪائونسل جون گڏجاڻيون ٽن قسمن جون هونديون:

I. عام گڏجاڻي.
II. خاص گڏجاڻي.
III. هنگامي گڏجاڻي.

I. **عام گڏجاڻي:** مڪاني ڪائونسل جي خاص ۽ هنگامي گڏجاڻيءَ کان سواءِ هر گڏجاڻيءَ کي عام گڏجاڻي ڪوٺيو ويندو.

II. **خاص گڏجاڻي:** مڪاني ڪائونسل ۾ بي ويساهي جي رٿ پيش ڪرڻ لاءِ ڪوٺايل گڏجاڻيءَ کي خاص گڏجاڻي چيو ويندو.

III. **هنگامي گڏجاڻي:** مڪاني ڪائونسل جي ڪاروباري ڪاميٽيءَ پارن ڪنهن بہ اهم مسئلي تي ويچار ڪرڻ لاءِ اوچتي سڏايل گڏجاڻيءَ کي هنگامي گڏجاڻي چيو ويندو.

## مڪاني ڪائونسل جي گڏجاڻين ۾ فيصلن جو طريقو

ت مڪاني ڪائونسل جي گڏجاڻين ۾ فيصلن ڪرڻ جو طريقي ڪار هن ريت هوندو:

I. مڪاني ڪائونسل جي هر عام ۽ خاص گڏجاڻي، سواءِ هنگامي گڏجاڻيءَ جي، سڏائڻ جي چاڻ مڪاني سٽ جي سمورن ميمبرن کي ايجنڊا سان گهٽ ۾ گهٽ پندرنهن (15) ڏينهن اگ ڏني ويندي.

II. مڪاني ڪائونسل جي عام گڏجاڻي لاءِ ڪل ميمبرن جو پنجاهہ سيڪڙو(50%) کان مٿي هجڻ ضروري آهي، ڏهائيءَ کان هڪ برابر ڳڻيو ويندو.

III. مڪاني ڪائونسل جا عام فيصلا سادي گهڻائي سانءَ سان منظور ڪرايا ويندا.

IV. مڪاني ڪائونسل جي عام گڏجاڻيءَ جو گهربل ڪورم پورو نہ هئڻ جي صورت ۾ سيڪريٽري، گڏجاڻي اڌ ڪلاڪ مهل ڪري ساڳئي هنڌ تي ٻيهر ڪرائي سگهي ٿو. جنهن لاءِ ڪورم جي گهرج نہ رهندي.

V. مڪاني ڪائونسل جي خاص گڏجاڻيءَ لاءِ گهربل ڪورم نہ هئڻ جي صورت ۾ سيڪريٽري يا جوائنٽ سيڪريٽري گڏجاڻي اڌ ڪلاڪ مهل ڪري ساڳئي هنڌ تي ٻيهر گڏجاڻي ڪرائي سگهي ٿو. جنهن لاءِ ڪورم جي گهرج نہ رهندي، پر اهڙي گڏجاڻيءَ ۾ ايجنڊا کانسواءِ ٻيو ڪو بہ اسم پيش نہ ڪري سگهبو.

VI. مڪاني ڪائونسل جي خاص گڏجاڻيءَ ۾ بي ويساهي جي رٿ منظور ڪرڻ لاءِ سادي گهڻائيءَ جو هئڻ ڪافي آهي، هن گڏجاڻيءَ ۾ ڏهائيءَ کي هڪ برابر سمجهيو ويندو.

VII. مڪاني ڪائونسل جي خاص گڏجاڻي سڏائڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ٽياڱي تي (1/3) مڪاني ڪائونسل جا عام ميمبر لکت ۾ ايجنڊا سان سيڪريٽري کي درخواست ڪري سگهن ٿا.

VIII. مکاني ڪائونسل جي خاص گڏجاڻيءَ جي درخواست ڏيڻ جي پندرنهن (15) ڏينهن جي اندر سيڪريٽري گڏجاڻي گهرائڻ لاءِ پٻڌل رهندو، ٻيءَ صورت ۾ جوائنٽ سيڪريٽري گڏجاڻي ڪوٺائڻ جو پابند آهي. جيڪڏهن جوائنٽ سيڪريٽري به اينئن نه ٿو ڪري ته پوءِ درخواست ڏيندڙ عام ميمبر پاڻ مان هڪ کي مکاني ڪنوينر مقرر ڪري گڏجاڻي گهراني سيڪريٽري ۽ جوائنٽ سيڪريٽري خلاف بي ويساهي جي رٿ پيش ڪري سگهن ٿا.

IX. مکاني ڪائونسل جي هنگامي گڏجاڻي، ڪنهن به گنڀير قومي مسئلي تي سڏائڻ لاءِ مکاني ڪاروباري ڪاميٽي ايجنڊا سان مکاني سٿ جي سمورن ميمبرن کي گهٽ ۾ گهٽ چوويهه (24) ڪلاڪ اڳ ڄاڻ ڏيندي.

X. مکاني ڪائونسل جي هنگامي گڏجاڻيءَ ۾ ڪورم جي پابندي نه هوندي.

XI. مکاني ڪائونسل جي هنگامي گڏجاڻيءَ ۾ فيصلا حاضر ميمبرن جي سادي گهڻائيءَ سان ڪيا ويندا.

XII. مکاني ڪائونسل جي هنگامي گڏجاڻيءَ ۾ بي ويساهي جي رٿ پيش نه ٿي سگهندي.

XIII. مکاني ڪائونسل جي هنگامي گڏجاڻيءَ ۾ ڏنل ايجنڊا کانسواءِ ڪو به ٻيون اسم نه کنيو ويندو.

## مکاني انتظامي جوڙجڪ

9. سٿ جي مکاني انتظامي جوڙجڪ هن ريت هوندي:

## مکاني ڪاروباري ڪاميٽي

الف. مکاني ڪاروباري ڪاميٽي مکاني سٿ جو هڪ مکيه ۽ انتظامي اختيارن وارو ادارو هوندو. هيءَ ادارو سٿ جي مول متن کي حاصل ڪرڻ لاءِ هر قسم جو انتظامي ۽ عملي ڪم ڪندو.

ب. مکاني ڪائونسل کي مليل اختيارن کان سواءِ باقي سمورا اختيار مکاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ کي مليل هوندا.

## مڪاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ جا ميمبر

ٻ. مڪاني ڪاميٽي نون (٩) ميمبرن تي ٻڌل هوندي جيڪي هن ريت هوندا:

I. صدر.

II. نائب صدر.

III. سيڪريٽري.

IV. جوائنٽ سيڪريٽري.

V. مالي سيڪريٽري.

VI. سُڌ سماءُ سيڪريٽري.

VII. ميمبر (مڪاني ڪائونسل مان چونڊيل)

VIII. ميمبر (مڪاني ڪائونسل مان چونڊيل)

IX. ميمبر (مڪاني ڪائونسل مان چونڊيل)

## ڀ. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻيءَ جو طريقو:

I. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي جي گڏجاڻي مهيني ۾ هڪ ڀيرو ضرور ٿيندي.
II. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻيءَ لاءِ ڪورم گهٽ ۾ گهٽ ايڪونجاهه سيڪڙو (51%) هوندو.
III. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ ۾ فيصلا سادي گهڻائيءَ سان ڪيا ويندا.
VI. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻين ۾ ووٽ برابر ٿيڻ جي صورت ۾ نبيرو ڪندڙ ووٽ صدر جو هوندو.

## ت. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ جا ڪم ۽ اختيار:

I. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي جو مدو هڪ سال هوندو.
II. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي مڪاني سٿ جي ميمبرن جي ميمبريءَ جي فارمن کي وقتي طرح منظور يا نامنظور ڪندي.
III. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي سٿ جي جوڙجڪ ۽ مرڪزي پاليسي پٽاندر سٿائن کي رٿي مڪاني ڪائونسل کان منظور ڪرائيندي.
IV. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي، مڪاني ڪائونسل کان منظور ڪرايل يا هنگامي طور تي رٿيل سٿاءُ تي عمل ڪندي.
V. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي سٿ جي ڪارڪردگي کي بهتر بنائڻ ۽ اُن جي مول متن کي حاصل ڪرڻ لاءِ انتظامي، مالي ۽ ٻيا گهربل عملي قدم کڻندي.

VI. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي گهرج ۽ وسيلن پٽاندر تنظيمي عهديدارن جو پگهار مقرر ڪندي، هيٺين پگهاردار عملو مقرر ڪندي ۽ ان جي نوڪريءَ جا شرط طئہ ڪندي.

VII. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي مڪاني سٿ جي ڪم ۽ ڪارڪردگي کي بهتر بنائڻ لاءِ ڪاميٽيون ۽ سب ڪاميٽيون جوڙيندي.

VIII. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ پاران ڏنل ۽ پنهنجي جوڙيل مختلف سٽائن ۽ رٿائن وسيلي اپت جا وسيلا ڳوليندي.

IX. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي مڪاني سٿ جي اپت توڙي خرچ جو اڪائونٽ ۽ سالياني رپورٽ ٺاهيندي، نوان سٽاءَ رٿيندي، سيڪريٽري ۽ صدر پاران ڪيل خرچ ۽ ٻئي ڪنهن بہ ڪيل خرچ تي ويچار ڪندي.

X. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ جون نيون چونڊون ڪرائڻ لاءِ چونڊ ڪمشنر مقرر ڪندي، جنهن جو سٿ جو ميمبر هئڻ لازمي آهي.

XI. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي، مڪاني سٿ جي خالي جڳهين پرڻ لاءِ چونڊ ڪمشنر مقرر ڪري، چونڊون ڪرائيندي.

## مڪاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ جي عهديدارن جا اختيار

ٿ. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ جي عهديدارن جا اختيار هن ريت هوندا:

### صدر جا اختيار:

I. صدر مڪاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ جو اڳواڻ هوندو.

II. صدر مڪاني ڪائونسل جي هر گڏجاڻيءَ جي صدارت ڪندو.

III. صدر سٿ جي جوڙجڪ ۽ قانونن پٽاندر باقي عهديدارن سان گڏجي سٿ جي مول متن ۽ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ جاکوڙ ڪندو.

IV. صدر سٿ جي هر مالي ڪم جي آفيس نوٽ تي سيڪريٽري ۽ مالي سيڪريٽري سان گڏ صحيح ڪندو.

V. صدر هر مالي چيڪ تي مڪاني سٿ جي مالي سيڪريٽري سان گڏ صحيح ڪندو.

VI. صدر کي مڪاني سٿ جو ڪم ڪار هلائڻ لاءِ هڪ ني وقت هزار روپين (-/1000) تائين جي منظوري ڏيڻ ۽ خرچ جو اختيار هوندو.

VII. صدر ان خرچ جي حساب ڪتاب ڏيڻ لاءِ مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي آڏو جوابدار رهندو.

## نائب صدر جا اختيار:

I. نائب صدر، صدر جي غير حاضري ۾ اُهي سمورا اختيار ڪتب آڻيندو، جيڪي سٿ جي جوڙجڪ پٽاندر صدر کي حاصل آهن.
II. نائب صدر وقت بوقت سٿ جي عملي ڪمن ۾ صدر سان سهڪار ڪندو ۽ پنهنجون خدمتون آڇيندو رهندو.

## سيڪريٽري جا اختيار:

I. سيڪريٽري مڪاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ جو سمورو ڪم ڪار ۽ ڪاروبار هلائڻ سڀ ڪان وڏيڪ ذميدار هوندو.
II. سيڪريٽري مڪاني سٿ جي آفيس جو انچارج هوندو.
III. سيڪريٽري مڪاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ جي ميمبرن جي صلاح يا هدايت تي مختلف قسم جون گڏجاڻيون ڪوٺائيندو ۽ انهن جون ڪارروايون هلائيندو.
IV. سيڪريٽري، مڪاني سٿ جي مالي ڪمن جي آفيس نوٽ تي صدر ۽ مالي سيڪريٽري سان گڏ صحيح ڪندو.
V. سيڪريٽري کي، روز جو ڪم ڪار هلائڻ لاءِ پاڻ وٽ هڪ ني وقت پنج سو (-/500) رپيا رکڻ، خرچ ڪرڻ ۽ منظور ڪرڻ جو اختيار هوندو، پر ان خرچ لاءِ هو مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي آڏو جوابدار رهندو.
VI. سيڪريٽري هر ڪنهن ڪاميٽي يا سب ڪاميٽيءَ جي گڏجاڻي سڏائڻ جو انتظام ڪندو.
VII. سيڪريٽري، مڪاني سٿ جي سموري ڪارڪردگيءَ جي ماهاني رپورٽ ناهي مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي جي هر گڏجاڻيءَ ۾ پيش ڪندو ۽ مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي ڏانهن ان جي فوٽو اسٽيٽ ڪاپي امائيندو.

## جوائنٽ سيڪريٽري جا اختيار:

I. جوائنٽ سيڪريٽري، سيڪريٽري جي غير حاضري ۾ اُهي سمورا فرض پورا ڪندو، جيڪي سٿ جي جوڙجڪ پٽاندر سيڪريٽري کي پورا ڪرڻا پوندا آهن.
II. جوائنٽ سيڪريٽري، سيڪريٽري سان وقت بوقت مختلف ڪمن ۾ ساٿ ڏيندو، سهڪار ڪندو ۽ پنهنجون خدمتون آڇيندو رهندو.

## مالي سيڪريٽري جا اختيار:

I. مالي سيڪريٽري، مڪاني سٿ جي اُپت ۽ خرچ جو حساب ڪتاب رکندو.
II. مالي سيڪريٽري، مڪاني سٿ جي مختلف فندن جو حساب ڪتاب رکندو.
III. مالي سيڪريٽري، مڪاني سٿ جي مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ پاران جوڙيل مالي پاليسين جي نيتي مطابق ڪم ڪار هلائيندو.
IV. مالي سيڪريٽري، مڪاني سٿ جي مالي ڪمن جي آفيس نوٽ تي صدر ۽ سيڪريٽري سان گڏ صحيح ڪندو.
V. مالي سيڪريٽري هر مالي چيڪ تي پهرين پاڻ صحيح ڪري پوءِ صدر کان صحيح ڪرائيندو.
VI. مالي سيڪريٽري، مڪاني سٿ کي پيش ايندڙ ڪنهن به قسم جي مالي مسئلي کي نبيرڻ لاءِ عملي اپاءَ وٺندو.

## سڏ سماءَ سيڪريٽري جا اختيار:

I. سُڏ سماءَ سيڪريٽري مڪاني سٿ جي مک ترجمان جي حيثيت ۾ خدمتون سر انجام ڏيندو.
II. سُڏ سماءَ سيڪريٽري مڪاني سٿ جي مول متن ۽ مقصد جي پکيڙ ۽ هاڪار لاءِ ڪم ڪندو.
III. سُڏ سماءَ سيڪريٽري ڪنهن به اهم مسئلي يا معاملي تي صدر، سيڪريٽري ۽ ڪاروباري ڪاميٽيءَ جي ڪنهن به ميمبر جي صلاح سان مرڪزي سٿ جي جوڙيل پاليسي پٽاندر پريس پڌرايون ڪڍندو ۽ پريس ڪانفرنسون ڪندو.

# مڪاني سٿ جو برپا ٿيڻ

10. مڪاني سٿ جي برپا ٿيڻ جو طريقو:

الف. مڪاني سٿ جو برپا ٿيڻ جو طريقو هن ريت هوندو:

I. سنڌي ٻولي سٿ جو جوڙجڪ، مول ۽ متن، ڪڏيل ۽ انفرادي عملي ضابطي سان سهمت ڪندڙ گهٽ ۾ گهٽ نو (9) ڄڻا، ڪنهن به وسنديءَ، واهڻ، پاڙي ۽ شهر ۾ مڪاني سٿ جوڙي سگهن ٿا. منجهن ۾ انهن نون (9) ڄڻن مان هڪ مڪاني ڪنوينر هوندو.
II. مڪاني سٿ قائم ڪرڻ لاءِ شروع ۾ مرڪزي سٿ پاران هڪ مڪاني ڪنوينر مقرر ڪري سگهجي ٿو. جيڪو سٿ جي جوڙجڪ پٽاندر مڪاني سٿ قائم ڪندو ۽

چونڊون ڪرائڻ کان پوءِ مڪاني ڪنوينر پاڻمرادو پنهنجين ذميوارين کان آجو ٿي ويندو.

III. مڪاني سٿ لاءِ مرڪزي سٿ سان الحاق ڪرڻ جي في پنجاهه (50/-) رپيا هوندي.

IV. مڪاني سٿ جي پهرين چونڊ مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ جي مقرر ڪيل ميمبرن جي نگراني هيٺ ٿيندي، سندس باقي ايندڙ چونڊون مڪاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ جي ذميواري تي سٿ جي جوڙجڪ پٽاندر ٿينديون.

V. مڪاني سٿ جي مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي جيڪڏهن مقرر مدي اندر چونڊون ڪرائڻ ۾ ناڪام رهي ٿي ته پوءِ مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ کي اختيار هوندو ته هو ان مڪاني سٿ جون چونڊون ڪرائي.

VI. مڪاني سٿ پنهنجي انتظام ۽ ڪاروبار هلائڻ ۾ بنهه خودمختيار هوندي، پر ڪيس جوڙجڪ ۾ ترميم ڪرڻ، سٿ جي مول متن، گڏيل ۽ انفرادي عملي ضابطي جي پچڪڙي ڪرڻ ۽ مرڪزي سٿ جي پاليسيءَ جي برخلاف پريس پڌرائي ڪڍڻ يا پريس ڪانفرنس ڪرڻ جو ڪوبہ اختيار نہ هوندو.

VII. مڪاني سٿ جي مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي پنهنجي سيڪريٽري جي معرفت مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ کي ماهاني ڪارڪردگي جي رپورٽ پيش ڪرڻ لاءِ پابند رهندي، ٻي صورت ۾ مرڪزي ڪاروباري ڪميٽي مٿس ضابطي جي ڪارروائي ڪري سگهي ٿي.

VIII. مڪاني سٿ جا سمورا ميمبر جن کي مرڪزي ڪائونسل پڪو ميمبر ڪيو هجي، سي مرڪزي سٿ جي عام ميمبر جي حيثيت رکندا.

## سٿ جي گڏجاڻين جو طريقو

ب. مڪاني سٿ جي گڏجاڻين جو طريقو

I . هر مڪاني سٿ پنهنجي سهنجائيءَ پٽاندر هر هفتي هڪ عام تنقيدي گڏجاڻي ڪندي.

II. مڪاني سٿ جي ان عام تنقيدي گڏجاڻيءَ ۾ سٿ جا سهڪاري ميمبر ۽ سڄڻ ميمبر بہ شريڪ ٿي سگهن ٿا. پنهنجي لکڻين ۽ ثقافتي سرگرمين واري رپورٽ پيش ڪري سگهن ٿا.

III. مڪاني سٿ جي عام تنقيدي گڏجاڻين جي صدارت سدائين مڪاني سٿ جو ڪو ميمبر ڪندو ۽ مڪ مهمان، سٿ جي مول متن سان سهمت ڪندڙ ڪوبہ سهڪاري ميمبر يا سڄڻ ميمبر ٿي سگهي ٿو.

IV. مڪاني سٿ جو هر عام ميمبر تنقيدي گڏجاڻين ۾ سٿ جي مول متن، گڏيل ۽ انفرادي عملي ضابطي تي پنهنجي نظرياتي، ڪارڪردگي ۽ عملي سرگرميءَ جي رپورٽ پيش ڪندو.

## سٿ جو غير فعال ٿيڻ

ب . مڪاني سٿ جو غير فعال ٿيڻ،

I. مڪاني سٿ جي نون (9) ميمبرن مان هڪ بہ گھٽجي وڃڻ جي صورت ۾ مڪاني سٿ پاڻمرادو غير فعال سمجهي ويندي. ان صورت ۾ باقي ميمبر پاڻ مان هڪ کي مڪاني ڪنوينر مقرر ڪري ۽ ٻين ميمبرن تي ٻڌل ايڊهاڪ ڪاميٽي جوڙي، سٿ جي مول متن ۽ مقصد کي حاصل ڪرڻ جي جاکوڙ ڪندا رهندا. مڪاني سٿ لاءِ گھربل ميمبر تيار ٿيڻ شرط پوري ڪرڻ کان پوءِ مڪاني سٿ کي ٻيهر قائم ڪيو ويندو.

## ميمبري

11 . مڪاني سٿ جي ميمبري،

## ميمبريءَ جو حق

الف مڪاني سٿ ۾ ميمبري فارم ڀريندڙ کي ميمبريءَ جو حق هن ريت حاصل هوندو:

I. ميمبري فارم کي مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي سادي گھڻائيءَ سان منظور ڪري.

II. ميمبري فارم جي مڪاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ پاران منظوريءَ کانپوءِ ڪيس وقتي ميمبر ڪيو ويندو، اهو فارم پوءِ مڪاني ڪائونسل کي موڪليو ويندو، منظوريءَ جي صورت ۾ فارم مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي کي موڪليو ويندو. جيڪا ان کي منظور يا نامنظور ڪرڻ جو اختيار رکي ٿي.

III. ميمبري فارم جي مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ ۾ منظوري کان پوءِ ڪيس عارضي ميمبر سمجهيو ويندو.

IV. عارضي طرح منظور ڪيل ميمبري فارم کي، مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي مرڪزي ڪائونسل جي ساليانی ڪنوينشن ۾ پيش ڪندي، جتي ميمبر جي ميمبري منظور ٿيڻ کان پوءِ ڪيس عام ميمبر سمجهيو ويندو.

## ميمبري لاءِ ضروري شرط

ب. مڪاني سٿ جي ميمبري حاصل ڪرڻ لاءِ ضروري شرط هي آهن:

III. ميمبري فارم ڀريندڙ گھٽ ۾ گھٽ ارڙهن (18) سالن جي ڄمار جو هجي.

II. ميمبري فارم ڀريندڙ سٿ جي جوڙجڪ، مول متن ۽ مقصد سان پنهنجي قول ۽ فعل وسيلي سهمت هجي ۽ انهن کي ماڻڻ لاءِ پنهنجي وس ۽ وت آهر مالي، اخلاقي ۽ عملي

مدد ڪري.

III. ميمبري فارم ڀريندڙ گڏيل ، انفرادي عملي ضابطي تي پوريءَ ريت عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري.

IV. ميمبري فارم ڀريندڙ مرڪزي سٿ پاران مقرر ڪيل ميمبر ٿيڻ جي ويهه رپيا (-/20) في ادا ڪري.

V. ميمبري فارم ڀريندڙ مرڪزي سٿ پاران مقرر ڪيل ميمبريءَ جي ماهاني ڏهه رپيا (-/10) في باقاعده ڏيندو رهي.

## ميمبرن جا قسم

ب. سٿ جا ميمبر پنجن قسمن جا هوندا:

I. **عام ميمبر:** اهڙا ميمبر جيڪي ، ٿي جاثايل شرطن پٽاندر ميمبر ٿيا هجن ، جن جي عام ميمبريءَ کي مرڪزي ڪائونسل جي ساليانيءَ ڪنوينشن ۾ منظور ڪيو ويو هجي. اهڙا ميمبر سٿ جي هر ڪاروبار ۾ برابر جو بهرو وٺڻ جا حقدار آهن ، هو ووٽ ڏيڻ جو حق رکن ٿا ۽ ڪنهن به عهدي جي چونڊ لاءِ بيهي سگهن ٿا.

II.**عارضي ميمبر:** اهڙا ميمبر جن جي ميمبري فارمن کي مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي ، مڪاني ڪائونسل ۽ مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ تہ وقتي ۽ عارضي طرح منظور ڪيو هجي پر مرڪزي ڪائونسل جي ساليانيءَ ڪنوينشن ۾ اڃا پيش نہ ڪيو ويو هجي ، اهڙا ميمبر سٿ جي هر گڏجاڻيءَ ۽ ڪار گذاري ۾ بهرو وٺي سگهن ٿا پر ووٽ ڏيڻ جو حق نہ رکندا.

III.**سسپينڊ ٿيل ميمبر:** اهڙا ميمبر جن جي ميمبري مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي يا مڪاني ڪائونسل يا مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي سسپينڊ ڪئي هجي ، اهڙا ميمبر سواءِ ووٽ ڏيڻ جي سٿ جي هر گڏجاڻي يا ڪارگذاريءَ ۾ بهرو وٺي سگهن ٿا.

IV.**سهڪاري ميمبر:** اهڙا ماڻهو جيڪي ڪن ڪارڻن جي ڪري سٿ جا باقاعده ميمبر نہ ٿا ٿي سگهن ، پر سٿ جي مول متن ۽ انفرادي عملي ضابطي سان سهمت آهن ، سٿ جي ڪم ڪار ۾ عملي سهڪار ڪن ٿا ، سٿ جي مالي سهائتا ڪن ٿا تہ اهڙن ماڻهن کي سهڪاري ميمبر چئبو. هو ووٽ ڏيڻ جا حقدار نہ هوندا. بهرحال سٿ جي عام تنقيدي گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿي سگهن ٿا.

V.**سڄڻ ميمبر:** اهڙا ماڻهو جيڪي سٿ جي مول متن ، گڏيل انفرادي عملي ضابطي سان سهمت آهن ، سٿ لاءِ مالي مدد بہ ڪن ٿا پر عملي طرح سٿ سان سهڪار ڪرڻ جي حيثيت ۾ نہ آهن ، اهڙن ماڻهن کي سٿ جو سڄڻ ميمبر چئبو ، اهڙا ماڻهو سٿ جي عام تنقيدي گڏجاڻين ۾ بهرو وٺي سگهن ٿا پر ووٽ ڏيڻ جو حق نہ رکندا.

## ميمبري سسپينڊ ۽ رد ٿيڻ

12. مڪاني سٿ جي ميمبر جي ميمبري سسپينڊ ۽ رد ٿيڻ:

الف سٿ جي مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي، مڪاني ڪائونسل يا مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي پنهنجي سادي گهڻائي سان هيٺ ڄاڻايل ڪنهن به هڪ يا سمورن ڪارڻن جي ڪري سٿ جي ڪنهن به ميمبر کي سسپينڊ ڪري سگهي ٿي:

I. هو ڏنو وائٽو پنهنجي قول ۽ فعل وسيلي سٿ جي جوڙجڪ، مول متن، گڏيل ۽ انفرادي عملي ضابطي جي ڀڃڪڙي ڪري.

ب هيٺين ڪارڻن جي ڪري پڻ ميمبري رد ٿي سگهي ٿي:

I. ميمبر لکت ۾ پنهنجي ميمبري ختم ڪرڻ جي درخواست ڏي.
II. ميمبر وفات ڪري وڃي.
III. ميمبر ڇهن (6) مهينن تائين في ادا نہ ڪري، ان صورت ۾ پهرين ڪيس نوٽيس ا...يو ويندو. نوٽيس وصول ڪرڻ جي هڪ مهيني ڪان پوءِ في ادا نہ ڪرڻ جي صورت ۾ سندس ميمبري رد ڪئي ويندي.

## ميمبري سسپينڊ، رد ۽ بحال ڪرڻ جو طريقو

ب ميمبر جي ميبري سسپينڊ، رد بحال ڪرڻ جو طريقو هن ريت هوندو:

I. مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي ڪنهن اعتراض هئڻ جي صورت ۾ ڪنهن بہ ميمبر جي ميمبري سسپينڊ ڪري سگهي ٿي. جنهن جي ڄاڻ سسپينڊ ٿيندڙ ميمبر کي پندرنهن (15) ڏينهن جي 'سبب ڄاڻايو نوٽيس' جي شڪل ۾ ڏني ويندي.
II. سسپينڊ ٿيل ميمبر پندرنهن (15) ڏينهن اندر مڪاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ کي پنهنجي صفائي پيش ڪرڻ جو حق رکي ٿو.
III. سسپينڊ ٿيل ميمبر جي پيش ڪيل صفائي جيڪڏهن مڪاني ڪاروباري ڪميٽي قبول نہ ڪري تہ پوءِ سسپينڊ ٿيل ميبر مڪاني ڪائونسل کي اپيل ڪرڻ جو حق رکي ٿو.
IV. سسپينڊ ٿيل ميمبر جي پيش ڪيل صفائي کي جيڪڏهن مڪاني ڪائونسل قبول نٿي ڪري تہ پوءِ ميمبر کي حق حاصل آهي تہ هو پنهنجي مڪاني سٿ جي سيڪريٽري وسيلي مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي کي اپيل ڪري، اهڙي درخواست جي وصوليءَ جو نقل هو مڪاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ کي پيش ڪندو.
V. سسپينڊ ٿيل ميمبر جي ميمبريءَ کي جيڪڏهن مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي بحال ڪري ٿي ۽ مڪاني سٿ ان کي سسپينڊ ڪرڻ ضروري سمجهي ٿي تہ پوءِ معاملو مرڪزي ڪائونسل ۾ ويندو. جنهن جو فيصلو سسپينڊ ميمبر جي ميمبريءَ جي بحالي يا رد ڪرڻ بابت آخري هوندو.
VI. سسپينڊ ٿيل ميمبر مرڪزي ڪائونسل جي فيصلي تائين سسپينڊ ئي رهندو.

VII. سٿ جي ڪنهن بہ ميمبر کي ساڳين ني ڪارڻن جي ڪري مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي سسپينڊ ڪري سگهي ٿي. جنهن جي ڄاڻ هو مڪاني سٿ جي مڪاني ڪاروباري ڪاميٽيءَ کي ڏيندي جيڪا هن ميمبر کي جوڙجڪ جي اصولن پٽاندر پندرنهن (15) ڏينهن جو 'سبب ڄاڻايو نوٽيس' وسيلي ڏيندي.

VIII. جيڪڏهن مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي ميمبر جي جواب کان مطمئن ٿي سندس ميمبري بحال ڪري ٿي تہ ان صورت ۾ مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽيءَ کي ڄاڻ ڪندي.

IX. مرڪزي ڪاروباري ڪاميٽي جيڪڏهن جواب کان مطمئن نہ آهي تہ پوءِ اها مڪاني ڪاروباري ڪاميٽي جي سهڪار سان اهو معاملو مرڪزي ڪانونسل آڏو پيش ڪندي. جيڪا بنيادي ميمبري جي بحال يا رد ڪرڻ بابت آخري اختيار رکي ٿي.

X. ميمبر کي جيڪڏهن ٻني ڪاروباري ڪاميٽيون سسپينڊ ڪرڻ جي حق ۾ هجن تہ پوءِ ميمبر مٿي ڄاڻايل اصولن پٽاندر اپيل ڪري سگهي ٿو.

## سٿ جا فنڊ

13. سٿ جا فنڊ ٻن قسمن جا هوندا:

الف مرڪزي فنڊ.
ب مڪاني فنڊ.

مرڪزي سٿ ۽ مڪاني سٿ کي جينن تہ هڪجهڙن مول متن ۽ مقصد لاءِ ڪم ڪرڻو آهي، ان ڪري مالي اختيار ۽ وڌيڪ فندن جي قائم ڪرڻ لاءِ مرڪزي سٿ ۽ مڪاني سٿ پنهنجي ڪاروبار ۽ انتظام هلائڻ لاءِ بااختيار آهي ۽ هيٺ ڄاڻايل وسيلن پٽاندر پنهنجين مالي گهرجن جو پورائو ڪندي:

I. مرڪزي سٿ هر مڪاني سٿ کان ميمبريءَ جي فيءَ جو چاليهہ سيڪڙو (40%) حاصل ڪري مالي گهرجن جو پورائو ڪندي.

II. مرڪزي سٿ هر مڪاني سٿ کي ملندڙ عطيي، فنڊ ۽ ٻني ڪنهن بہ اپت جي وسيلي آهر حاصل ڪيل نائي مان ڏهہ سيڪڙو (10%) حاصل ڪري مالي گهرجن جو پورائو ڪندي.

III. مرڪزي سٿ هر مڪاني سٿ جي سهڪار سان هنگامي فنڊ قائم ڪري مالي گهرجن جو پورائو ڪندي.

IV. مرڪزي سٿ ۽ مڪاني سٿ، سٿ جي مول متن ۽ انفرادي عملي ضابطي سان سهمت ڪندڙ فردن ۽ ادارن جي سهائتا سان مالي گهرجن جو پورائو ڪندي.

V. مرڪزي سٿ ۽ مڪاني سٿ، وقت بوقت سنڌ، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ثقافت جي شيدائين پاران ملندڙ عطئي مان مالي گهرجن جو پورائو ڪندي.

VI. مرڪزي سٿ ۽ مڪاني سٿ ساهتي، ثقافتي ۽ ڪاروباري سرگرمين منجهان سٿ جي مالي گهرجن لاءِ اپت ڪندي.

VII. مرڪزي سٿ ۽ مڪاني سٿ ٻني ڪنهن بہ سماجي وسيلي سان مالي گهرجن لاءِ اپت ڪندي.

1990: 1: 2000 پڄاڻي

